# سنڌ ۾ پاچين جي پوک

مرتب
غلام حسين ميمڻ
غلام حسين لغاري

تصحيح
سيد عنايت علي شاهه رضوي




ڇپائيندڙ:
ڊائريڪٽوريٽ انفارميشن سنڌ زرعي توسيع حيدرآباد

# پيش لفظ

آبادگار ڀائرو- زراعت ۾ ڀين فصلن جيان ساين ڀاڄين جي به وڏي اهميت آهي ۽ هرڪو غريب غربو پنهنجي کاڌ خوراڪ ۾ ساين ڀاڄين جو واهپو ضرور ڪندو رهي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو اسان وٽ ڀاڄين لاءِ ايراضي پوک هيٺ تمام ٿوري آهي، پر واهپو روزبروز وڌي رهيو آهي، جنهنڪري ڀاڄين جي اگهن ۾ واڌ ايندي رهي ٿي.

ساين ڀاڄين جي اهميت کي مد نظر رکندي اسان هارٽيڪلچر انسٽيٽيوٽ ميرپورخاص جي رهنمائي هيٺ هي ڪتابچو پيش ڪري رهيا آهيون ته جيئن اوهان ڀائر وڌ ۾ وڌ ايراضي ڀاڄين جي پوک هيٺ آڻي پيداوار ۾ اضافو آڻي سگهو ته جيئن ساين ڀاڄين جي وڌندڙ ضرورت پوري ٿي سگهي.

اسان هن ڪتابچي ۾ عام آبادگار جي سمجهه لاءِ فوٽ، انچ، سير ۽ آئونس جهڙا عام الفاظ ڏنا آهن، پر تنهن هوندي به ڪتابچي جي آخر ۾ جدول ڏئي رهيا آهيون ته جيئن ڪو به آبادگار ماپ ۽ تور لاءِ سينٽي ميٽر، ڪلوگرام يا لٽر استعمال ڪرڻ چاهي ته ڪري سگهي ٿو.

اسان کي اميد آهي تہ آبادگار هن ڪتابچي مان پورو پورو فائدو وٺي ساين ڀاڄين جي پيداوار وڌائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا۔

(ادارو)

# ميـوـــا (Tinda gourd)

**زمين جو قسم:** نرم لٺياشي زمين جي چونڊ ڪجي.

**پوکڻ جو وقت:** آڳاٽا ۱۵ جنوري ۽ پاڇاٽا فيبروري مارچ ۾ پوکي سگهجن ٿا.

**زمين جي تياري:** زمين کي ٽي چار ڀيرا هر ڏيئي نرم ڪجي جنهن بعد سهاڳو گهمائي هموار ڪجي.

**پوکي جو طريقو:** پوکيءَ لاءِ چار پنج فوٽ ويڪريون چريون ٺاهجن ۽ ۱۸ انچن جي مفاصلي تي ٻج چنگين ذريعي لڳائجي.

**ٻج جو مقدار:** آڳاٽي فصل لاءِ ۲ سير ۽ پاڇاٽي لاءِ چار سير في ايڪڙ استعمال ڪجي.

**جنسون:** ديسي، دائووير و.

**پاڻ:** ۵. گاڏيون وٿاڻ جي ڳريل پاڻ جون في ايڪڙ پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران وجهڻ گهرجن. جڏهن ته هڪ ٻوري يوريا پاڻ گان جهلڻ وقت ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي شروع ۾ ٽي ڀيرا گڏ ڪيڻ گهرجي.

**جيتن کان بچاءُ:** ڳاڙهي ننڍڙي جي حملي جي صورت ۾ ڊائميڪران دوا جا ۶ کان ۶ آئونس ۱۰۰ گيلن پاڻيءَ ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاهاري جو وقت:** اپريل کان آگسٽ ۽ آگسٽ کان نومبر

**في ايڪڙ پيداوار:** هڪ سئو کان ۱۲۰ من لهي ٿي.

# (Bitter gourd) ڪريلا

**زمين:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.

**پوکڻ جو وقت:** آڳاٽا ١٥ فيبروري کان مارچ ۽ پاڇاٽا جون جولاءِ ۾ پوکجن

**زمين جي تياري:** ٽي چار پيرا هر ڏيئي سهاڳو ڪهائي زمين کي هموار ڪجي.

**پوکڻ جو طريقو:** چار پنج فوٽ ويڪريون چريون ٺاهي هڪ فوٽ جي مفاصلي تي چنگين ذريعي ٻج لڳائجي.

**ٻج جو مقدار:** ٽي چار سير في ايڪڙ استعمال ڪجي.

**جنسون:** ديسي ۽ ڏکها

**پاڻ:** پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران وتاڻ جي پاڻ جون ٥٠ گاڏيون في ايڪڙ زمين ۾ ملائڻ گهرجي ان کان علاوه گلن جهلڻ مهل يوريا پاڻ جي هڪ بوري في ايڪڙ ڏجي.

**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي ۽ شروع ۾ ٤ پيرا گڏ ڪيڻ گهرجي.

**جيتن کان بچاءُ:** ميوي جي جيت کان بچاءَ لاءِ ڊائميڪران دوا جا ٦ آئونس هڪ سئو گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي

**لاباري جو وقت:** آڳاٽا مئي کان آگسٽ ۽ پاڇاٽن جو آگسٽ کان نومبر تائين لابارو ڪجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ڪريلا في ايڪڙ ٧٥ کان هڪ سئو مڻ پيداوار ڏين ٿا.

# تـــوري (Sponge gourd)

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي يا وارياسي زمين جي چونڊ ڪجي

**پوکڻ جو وقت :** آڳاٽيون فيبروري مارچ ۽ پاڇاٽيون جون جولاءِ ۾ پوکجن.

**زمين جي تياري:** ٽي چار ڀيرا هر ڏيئي زمين نرم ڪري سهاڳو گهمائي زمين کي هموار ڪجي.

**پوکي جو طريقو:** ٤ فوٽن جي مفاصلي تي پٽڙيون ٺاهي ٻن فوٽن جي مفاصلي تي ٻج پوکجي.

**ٻج جو مقدار:** ٻن کان اڍائي سير ٻج في ايڪڙ استعمال ڪجي.

**جنسون** لسي ۽ کهري توري.

**ڀــاڻ:** پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٤٠ کان ٥٠ گاڏيون في ايڪڙ زمين ۾ ملائڻ گهرجن. ان کان علاوه هڪ ٻوري يوريا ڀاڻ جي گلن جهلڻ مهل ڏيڻ گهرجي.

**پــاڻـي :** هر هفتي ڏيڻ گهرجي ۽ شروع ۾ ٻه ٽي ڀيرا اگهڙ ڪجي

**جيتن کان بچاءُ :** ميوي جي مک کان بچاءُ لاءِ ڊپٽريڪس يا ڊائميڪران دوا جا ٦ آئونس هڪ سئو گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاهارو:** آڳاٽاڻي اپريل کان جولاءِ ۽ پاڇاٽي آگسٽ کان نومبر.

**في ايڪڙ پيداوار :** ايڪڙ تي ١٠٠ کان ١٢٥ من حاصل ٿئي ٿي.

# ڀينڊيون (Lady's - finger)

**زمين جو قسم:** ڪلر ۽ سم وارين زمينن کانسواءِ هر قسم جي زمين ۾ پوکي ڪجي.
**پوکڻ جو وقت:** اڳيائيون فيبروري مارچ ۽ پاڇاڙيون جون جولاءِ ۾ پوکجن.
**زمين جي تياري:** چار پنج ڀيرا هر ڏيئي زمين نرم ڪجي ۽ مٿان سهاڳو گهمائي زمين کي هموار ڪجي.
**پوکڻ جو طريقو:** فيبروري مارچ ۾ ٻن فوٽن وارن ڪرين تي هڪ فوٽ جي مفاصلي تي ٻج پوکجي جڏهن ته جون جولاءِ پوکي لاءِ ٻن فوٽن ويڪرن ڪرين تي هڪ کان ڏيڍ فوٽ جي مفاصلي تي ٻج لڳائجي.
**ٻج جو مقدار:** اڳيائين جي صورت ۾ ٨ کان ١٠ سير ۽ پاڇاڙين لاءِ ٦ کان ٨ سير ٻج في ايڪڙ استعمال ڪجي.
**جنسون:** نرم ڏکڻي ۽ کهري ٿلهي.
**ڀاڻ:** وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٤٠ گاڏيون، هڪ ٻوري ٽي ايس پي ۽ هڪ ٻوري پوٽاش ٻج پوکڻ کان اڳ زمين جي تياري دوران زمين ۾ ملائڻ گهرجي جڏهن ته هڪ ٻوري يوريا گلن جهلڻ مهل ڏيڻ گهرجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي ۽ ٽي چار ڀيرا گڏ ڪڍجي.
**جيتن کان بچاءُ:** ڦري جي جيت جي صورت ۾ ڊائميڪران دوا جا ٦ کان ٨ آئونس هڪ سئو گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي.
**لاٺارو:** اڳيائين جو مارچ کان جولاءِ ۽ پاڇاڙين جو آگسٽ کان نومبر تائين ڪجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** پينديون ايڪڙ تي ٨٠ کان ١٠٠ مڻ لهن ٿيون.

## ڪدو (Gourd)

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي يا وارياسي زمين جي چونڊ ڪجي.
**پوکڻ جو وقت:** فيبروري کان جون تائين پوکي سگهجن ٿا.
**زمين جي تياري:** زمين کي ٻه ڀيرا ٻي چار ڀير هر ڏيئي زمين کي نرم بنائي مٿان سهاڳو گهمائي هموار ڪجي.
**پوکي جو طريقو:** ٨ فوٽ ويڪريون پٽڙيون ناهجن جن تي ٻن فوٽن جي مفاصلي تي ٻج لڳائجي.
**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ٻه سير ٻج استعمال ڪجي.
**جنسون:** ڊگهو ۽ گول
**پاڻ:** پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران وٺاڻ جي پاڻ جون ٥٠ گاڏيون ايڪڙ تي زمين ۾ ملائڻ گهرجن ان کان علاوه يوريا پاڻ جي هڪ ٻوري گلن جهلڻ مهل وجهڻ گهرجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي ۽ شروع ۾ ٿي پيرا گڏ ڪرڻ گهرجي.
**جيتن کان بچاءُ:** ميوي جي مک ۽ ڳاڙهي ننڍڙي جي حملي کان ڊپٽريڪس يا ڊائيڪران دوا جا ٤ کان ٦ آئونس في ايڪڙ تي ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.
**لاهارو:** اپريل کان نومبر تائين هلي ٿو.
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٢٥ کان ١٥٠ مڻ لهن ٿا.

## پيٺو (Gourd)

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.

**زمين جي تياري:** ٽي چار ڀيرا هر ڏيئي زمين کي نرم ڪري سهاڳو ڪهائي هموار ڪرڻ گهرجي.
**پوکي جو طريقو:** پنج ڇهه فوٽ ويڪرين پٽڙيون ٺاهجن ۽ هڪ فوٽ جي مفاصلي تي ٻج لڳائڻ گهرجي.
**ٻج جو مقدار:** اڌ سير کان هڪ سير ٻج ايڪڙ تي لڳائجي.
**جنسون:** ديسي.
**ڀاڻ:** وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٥٠ گاڏيون پوکڻ کان اڳ زمين جي تياري دوران ملائڻ گهرجن. گلن جهلڻ وقت هڪ پوري بوريا ڀاڻ ايڪڙ تي ڏجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏجي ۽ شروع ۾ ٽي چار ڀيرا گڏ ڪيجي.
**جيتن کان بچاءُ:** ڦر جي مک ۽ ڳاڙهي ٽنڊڻي جي حملي کي روڪڻ لاءِ ڊپٽريڪس يا فاسڊرين مان ڪنهن ب، هڪ دوا جا ٨ آئونس ٢٠ کان ٣٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.
**لاهارو:** اپريل کان جون تائين ڪري سگهجي ٿو.
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٠٠ کان ١٢٥ مڻ لهي ٿي

# گدرا (Musk melon)

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي يا وارياسي زمين جي چونڊ ڪجي.
**پوکڻ جو وقت:** فيبروري کان مارچ تائين پوکجن.
**زمين جي تياري:** ٽي چار ڀيرا هر ڏيئي زمين کي نرم ڪري سهاڳو ڪهائي هموار ڪجي.
**پوکي جو طريقو:** پنج ڇهه فوٽ ويڪريون پٽڙيون ٺاهجن جن ۾ ٻن فوٽن کان ٽن فوٽن جي مفاصلي تي ٻج پوکجي.

**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ٻن ڪان اڍائي سير ٻج ڪافي ٿيندو.

**جنسون:** ديسي ۽ ولائتي.

**پاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران ملائڻ گهرجن. هڪ ٻوري يوريا گلن جهلڻ وقت ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** هر هفتي ڏجي. ميوو پچڻ تي هجي ته، پاڻي بند ڪرڻ گهرجي. شروع ۾ ٽي ڀيرا گڏ ڪجي.

**جيتن کان بچاءُ:** ڦر جي مک ۽ ڳاڙهي ٽنڊڻي لاءِ ڊپٽريڪس يا فاسڊرين مان ڪنهن به هڪ دوا جو اڌ پائونڊ ٢٠ کان ٣٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي يا بي ايڇ سي اڌ پائونڊ رک سان ملائي ڏيڻ گهرجي. اڇي پائوڊر واري بيماري جي صورت ۾ ڊائٿين ايم - ٤٥ (Dithane M-45) سيڪڙو جا ٢ پائونڊ يا زرايمت اڌ پائونڊ ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاهارو:** مئي کان جون تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٣٠ کان ١٥٠ مڻ لهن ٿا.

## هنداڻو (چانهي) Water melon

**زمين جو قسم:** هلڪي لٽياشي يا وارياسي زمين جي چونڊ ڪجي.

**پوکڻ جو وقت:** فيبروري - مارچ ۾ پوکجن.

**زمين جي تياري:** ٽي چار ڀيرا هر ڏيئي زمين نرم ڪجي ۽ سهاڳو ڪهائي هموار ڪجي.

**پوکي جو طريقو:** ٨ فوٽ ويڪريون پٽڙيون ٺاهي ٻن فوٽن جي مفاصلي تي ٻج لڳائڻ گهرجي.
**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ڏيڍ سير ٻج پوکجي.
**جلسون:** ڳاڙهي.
**ڀاڻ:** وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٣٠ گاڏيون ايڪڙ تي پوکي کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجن. هڪ ٻوري يوريا ڀاڻ جي گلن جهلڻ مهل ڏيڻ گهرجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي. شروع ۾ ٻه پيرا گڏ ڪرڻ گهرجي.
**جيتن کان بچاءُ:** ڳاڙهي ٽنڊڻي جي حملي کان بچاءُ لاءِ ڊائميڪران دوا جا ٣ کان ٦ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.
**لاباري:** مئي کان جولاءِ
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٥٠ کان ٢٠٠ مڻ پيداوار ملي ٿي.

## Sweet Potato (لاهوري) گجرون

**زمين جو قسم:** هلڪي لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.
**پوکڻ جو وقت:** اپريل کان مئي
**زمين جي تياري:** ٽي چار پيرا هر ڏيئي زمين نرم ڪري مٿان سهاڳو گهمائي زمين هموار ڪجي
**پوکي جو طريقو:** ٻه فوٽ ويڪرا ڪريا ٺاهجن جن تي ٩ انچن جي مفاصلي تي ٣ انچ جا ڊگها قلم لڳائڻ گهرجن. جيڪڏهن قلم ملي نه سگهن ته فيبروري مارچ ۾ ننڍيون ننڍيون گجرون

پوکي انهن مان ناڙو تيار ڪري اپريل مئي ۾ قلم تيار ڪري لڳائڻ گهرجن.

**ٻج جو مقدار:** ٥ مڻ سائي ناڙي جا قلم في ايڪڙ تي لڳائجن.

**جنسون:** ڳاڙهيون ۽ اڇيون

**ڀاڻ:** وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٤٠ گاڏيون قلم لڳائڻ کان اڳ زمين جي تياري دوران ملائڻ گهرجن. قلم لڳائڻ کان ٢ مهينا پوءِ هڪ ٻوري يوريا ايڪڙ تي استعمال ڪجي.

**پاڻي:** اٺن ڏهن ڏينهن بعد ڏيڻ گهرجي.

**لاباڙو:** نومبر کان ڊسمبر تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٥٠ کان ٢٠٠ مڻ پيداوار لهي ٿي.

## مرچ Chillies

**زمين جو قسم:** عام رواجي زمين به موزون آهي.

**پوکڻ جو وقت:** سال ۾ ٽي ڀيرا پوکجي ٿو. پهرين فصل لاءِ ٻج فيبروري مارچ ۾ لڳائجي ۽ اپريل مئي ۾ رونبو ڪجي. ٻئي فصل لاءِ مئي جون ۾ ٻج لڳائجي ۽ جولاءِ آگسٽ ۾ رونبو ڪجي. ٽئين فصل لاءِ آڪٽوبر نومبر ۾ ٻج پوکجي ۽ فيبروري ۾ رونبو ڪجي.

**زمين جي تياري:** ٤-٥ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري سهاڳو ڪهائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکڻ جو طريقو:** اڌائي فوٽ ويڪرا ڪريا ٺاهي، هڪ هڪ

فوت جي مفاصلي تي ڪرين جي ٻنهي پاسي رونبو ڪرڻ گهرجي.
**ٻج جو مقدار:** اڌ ڪان منو سير ايڪڙ تي استعمال ڪجي.
**جنسون:** لونگي نندڍيون، تلهاري ڊگهيون ۽ تلهاري ٿلهيون ۽ چيني جاڻشت.
**پاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون، هڪ ٻوري ٽي ايس پي ۽ هڪ ٻوري پوٽاش رونبي کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجي، هڪ ٻوري يوريا گلن جهلڻ مهل ۽ ان کان پوءِ هر مهيني هڪ ٻوري يوريا ڏيڻ گهرجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏجي ۽ ٤ ڀيرا گڏ ڪجي.
**جيتن کان بچاءُ:** فصل کي اڌوهي کان بچائڻ لاءِ اڌ پائونڊ اينڊرين پاڻي ڏيڻ مهل پاڻي سان گڏ ڏجي. مرچن جي ٻوٽن کي سڪڻ کان بچائڻ لاءِ ڊائٿين ايم ٤٥ دوا جا ٢ پائونڊ في گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي. وائرس (وچڙندڙ) بيمارين کان بچاءُ لاءِ تندرست فصل جو ٻج پوکجي. ٻني ۾ گهڻو پاڻي بيهڻ نه ڏجي.
**لابارو:** ساون مرچن جو لابارو (چونڊو) مئي جون کان، ٻئي فصل جو جون کان سيپٽمبر ۽ ٽئين فصل جو آڪٽوبر کان ڊسمبر تائين ڪجي.
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ساوا مرچ ٥٠ مڻ ۽ سڪل ١٥ مڻ لهن ٿا.

## هئيڊ Turmeric

**زمين جو قسم:** لٽياشي نرم زمين جنهن ۾ پاڻي جو سٺو نيڪال هجي.

**پوکڻ جو وقت:** اپريل کان مئي تائين

**زمين جي تياري:** ٤-٥ ڀيرا هر ڏئي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو گهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ٻه فوٽ ويڪرا ڪريا ٺاهجن جن تي ٦ انچن جي مفاصلي تي ڳنڍيون لڳائڻ گهرجن. هي فصل باغن اندر پوکڻ وڌيڪ فائديمند ٿيندو.

**ٻج جو مقدار:** ١٥-١٦ مڻ ڳنڍيون ايڪڙ تي لڳائجن.

**جنسون:** ڳاڙهي رنگ واري ۽ هلڪي رنگ واري.

**ڀاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون پوکي کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجن، هڪ بوري پوٽاش، هڪ بوري فاسفيٽ پوکڻ وقت ۽ ٢ بوريون يوريا مٽي چاڙهڻ وقت ڏيڻ گهرجن.

**پاڻي:** هر هفتي بعد ڏيڻ گهرجي.

**جيتن کان بچاءُ:** جيتن ۽ بيمارين کان بچاءُ لاءِ ڊپٽريڪس جو ڦڙهارو ڪرڻ گهرجي. پاڻي ڪرين تي چڙهڻ نه ڏجي، سٺي فصل جو نج ٻج پوکجي.

**لابارو:** ڊسمبر کان جنوري تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ٩٠ کان ١٠٠ مڻ لهي ٿي.

**وڌيڪ معلومات:** تازي هئيڊ کي ڪاڙهي چانو ۾ سڪائجي ته ڀاڄيءَ ۾ استعمال لائق ٿي وڃي ٿي.

# گل گوبي Canli flower

**زمين جو قسم:** عام زمين موزون آهي.

**پوکڻ جو وقت:** اڳاٽي پوکي لاءِ ١٥ جون کان جولاءِ تائين ٻج پوکجي، آگسٽ ۾ رونبو ڪجي، منڊائتي فصل لاءِ آگسٽ ۾ پيجارو پوکجي ۽ آڪٽوبر ۾ رونبو ڪجي. پاڇاٽي پوکي لاءِ آڪٽوبر نومبر ۾ ٻج لڳائجي ۽ فيبروري ۾ رونبو ڪجي.

**زمين جي تياري:** پنج ڇهه پيرا هر ڏيئي زمين کي نرم ڪري سهاڳو گهمائي هموار ڪجي.

**پوکي جو طريقو:** ٻن فوٽن جي ويڪر جا ڪريا ناهي، انهن تي تيار ٿيل پيجارو هڪ فوٽ جي مفاصلي تي رونبو ڪجي.

**ٻج جو مقدار:** اڌ سير کان هڪ سير ايڪڙ لاءِ ڪافي آهي.

**جنسون:** چين جو موتي ۽ آمريڪا جي ارلي ونٽر

**ڀاڻ:** وڏاڻ جي ڀاڻ جون ٤٠ گاڏيون پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران ملائڻ گهرجن ۽ گلن جهلڻ کان اڳ ۾ هڪ بوري يوريا وجهڻ گهرجي.

**پاڻي:** اٺن ڏينهن بعد ڏجي، پر پهريون پاڻي رونبي جي ٽن ڏينهن بعد ڏجي.

**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي حملي کي روڪڻ لاءِ ڊائميڪران دوا جا ٨ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لابارو:** اڳاٽو فصل آڪٽوبر کان نومبر، منڊائتو ڊسمبر کان

جنوري ۽ پاڇاڙي مارچ کان اپريل تائين پيداوار وٺجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٢٥ کان ١٥٠ مڻ لهي ٿي

## بند گوبي Cabbage

**زمين جو قسم:** عام زمين ۾ پوکي سگهجي ٿي.

**پوکڻ جو وقت:** سيپٽمبر آڪٽوبر ۾ ٻج لڳائجي ۽ آڪٽوبر نومبر ۾ روپو ڪجي.

**زمين جي تياري:** ٥-٦ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو گهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ٻه فوٽ ويڪرا ڪريا ڪاهي ۽ ڏيڍ فوٽ جي مفاصلي تي روپو ڪرڻ گهرجي.

**ٻج جو مقدار:** اڌ سير ايڪڙ لاءِ ڪافي ٿيندو.

**جنسون:** ديسي.

**ڀاڻ:** وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٤٠ گاڏيون پوکي کان اڳ زمين جي تياري دوران ملائڻ گهرجن، روپي جي ٤٠ ڏينهن بعد هڪ ٻوري يوريا وجهڻ گهرجي.

**پاڻي:** اٺن ڏينهن بعد ڏيڻ گهرجي، پر پهريون پاڻي روپي جي ٽن ڏينهن بعد ڏجي.

**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي بچاءَ کان ڊائميڪران دوا جا ٨ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لابارو:** جنوري کان فيبروري تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٠٠ کان ١٢٥ مڻ لهي ٿي.

# ڳنڍي گوبي Knol Khol

**زمين جو قسم:** عام زمين موزون آهي.

**پوکڻ جو وقت:** سيپٽمبر آڪٽوبر ۾ ٻج لڳائجي ۽ نومبر ڊسمبر ۾ روبو ڪجي.

**زمين جي تياري:** ٥-٦ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري سهاڳو، کهائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ڊيڍ فوٽ وٿ ڪريا ٺاهجن ۽ نون انچن جي مفاصلي تي روبو ڪجي.

**ٻج جو مقدار:** اڌ سير کان منو سير ايڪڙ لاءِ استعمال ڪجي.

**جنسون:** ديسي.

**ياڻ:** وٿاڻ جي ياڻ جون ٤٠ گاڏيون زمين جي تياري دوران زمين ۾ ملائڻ گهرجن، روڻي جي ٤٠ ڏينهن بعد هڪ پوري يوريا وجهڻ گهرجي.

**پاڻي:** ائن ڏينهن بعد ڏجي، پهريون پاڻي روبي جي ٽن ڏينهن بعد ڏجي، ٽي ڀيرا گڏ ڪيجي.

**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي حملي کان ٨ آئونس ڊائميڪران دوا ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاڀارو:** فيبروري کان مارچ تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٠٠ کان ١٢٠ مڻ لهي ٿي.

# پالڪ Spinach

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي
**پوکڻ جو وقت:** جون جولاءِ (انگريزي پالڪ) ۽ آگسٽ سيپٽمبر ديسي پالڪ يا سنڌي پالڪ
**زمين جي تياري:** ٤-٥ ڀيرا هر ڏئي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو ڪهائي هموار ڪرڻ گهرجي.
**پوکي جو طريقو:** ننڍا موزون ٻارا ڏاهي انهن ۾ ٻج ڇٽ ڪرڻ گهرجي.
**ٻج جو مقدار:** ٨ کان ١٠ سير ايڪڙ تي پوکجي.
**جنسون:** ديسي سنڌي ڪنڊن واري ۽ ولائتي انگريزي گول
**ڀاڻ:** ٢٥ گاڏيون وڌاڻ جي ڀاڻ جون پوکي کان اڳ، ۽ يوريا هڪ پوري فصل جي ڦونهڙي بعد ڏيڻ گهرجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي ۽ ٽي ڀيرا گڏ ڪيجي.
**لاهارو:** آگسٽ کان فيبروري تائين پاڄي جي صورت ۾ ۽ ٻج لاءِ مارچ کان اپريل تائين جاري رکجي.
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي سائي پالڪ ٥٠-٦٠ مڻ ۽ ٤-٥ مڻ ٻج حاصل ٿئي ٿو.

# اروي يا ڪچالو Arum

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.
**پوکڻ جو وقت:** آڪٽوبر کان نومبر تائين.

**زمين جي تياري:** ٤-٥ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري سهاڳو ڪهائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ٢ فوٽ ويڪرا ڪريا ٺاهي ٩ انچن جي مفاصلي تي ٻن اکين واريون ڳنڍيون لڳائڻ گهرجن.

**ٻج جو مقدار:** ١٥ مڻ ڳنڍيون ايڪڙ تي پوکجن.

**جنسون:** ديسي

**ڀاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون فصل پوکڻ کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجن، پوکي جي ٽن مهينن بعد هڪ ٻوري يوريا ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي.

**لابارو:** جون کان جولاء تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ١٥٠ کان ٢٠٠ مڻ ايڪڙ تي ملي ٿي.

## پٽاٽا Potato

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.

**پوکڻ جو وقت:** ١٥ آڪٽوبر کان ١٥ نومبر تائين.

**زمين جي تياري:** ٥-٦ ڀيرا هر هلائي زمين نرم ڪري سهاڳو ڪهائي هموار ڪجي. جڏهن زمين سخت هجي ته واٽر ڪورس جو لٽ وجهڻ گهرجي.

**پوکڻ جو طريقو:** اڍائي فوٽ ويڪرن ڪرين تي ٩ انچن جي مفاصلي تي ٻج لڳائڻ گهرجي.

**ٻج جو مقدار:** ١٨ کان ٢٥ مڻ ايڪڙ تي لڳائجي، پر اهو خيال رکجي ته ٻج جي هر ٽڪري ۾ ٢ اکيون هجن.

**جنسون:** النيمس، هرڪا، انٽليٽ، اسپارٽان، ملٽا، بنٽجي، ڊزائري اڪهمير ۽ پٽرونيز

**ڀاڻ:** ٥٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون، پوکي کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجن، هڪ ٻوري يوريا، ٢ ٻوريون ٽي ايس پي، ٢ ٻوريون پوٽاش پوکڻ کان اڳ ڏجن، هڪ ٻوري يوريا پهرين مٽي چاڙهڻ وقت فصل جي پاڙن وٽ ڇٽ ڪجي ۽ هڪ ٻوري يوريا ٻي مٽي چاڙهڻ وقت ڏجي.

**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي، فصل تيار ٿيڻ بعد پاڻي ڏيڻ بند ڪجي. گهٽ ۾ گهٽ ٢ ڀيرا گڏ ڪرڻ گهرجي، ٢ ڀيرا مٽي چاڙهجي، پهرين مٽي پوکي جي هڪ مهيني کان پوءِ ۽ ٻي مٽي پوکي جي ٻن مهينن بعد چاڙهجي.

**جيتن کان بچاءُ:** اڳي مک جي حملي کان بچاءُ لاءِ ايز ونڊرين ٨ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي. چور ڪيڙن جي صورت ۾ (جيڪو رات جي وقت ٻوٽا ڪٽي ٿو) ٢ پائونڊ ڊائزنان ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي. ٻوٽن جو سڪڻ (ارلي برائٽ) کان بچاءَ لاءِ ڪاپر اي ٢ پائونڊ ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ١٥ ڏينهن جي وقفي سان ٢، ٽي ڀيرا ڦوهارو ڪجي.

**لاهارو:** فيبروري کان مارچ تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ٢٠٠ کان ٣٠٠ مڻ لهن ٿا.

## گوگڙو Turnip

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.
**پوکڻ جو وقت:** آڪٽوبر نومبر

**زمين جي تياري:** ٥-٦ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو ڦيرائي هموار ڪرڻ گهرجي.
**پوکڻ جو طريقو:** ٢ فوٽ ويڪرن ڪرين تي ٦ انچن جي مفاصلي تي ٻج لڳائڻ گهرجي.
**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ٢ کان ٣ سير استعمال ڪجي.
**جنسون:** اڇا، پيلا ۽ پرپل ٽاپ
**پاڻ:** ١٠٠ گاڏيون وٿاڻ جو پاڻ ٻج لڳائڻ کان اڳ زمين جي تياري دوران ڏجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏجي ۽ ٢ ڀيرا ڳڌ ڪجي.
**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي حملي کي روڪڻ لاءِ ڊائميڪران دوا جا ٦ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.
**لاهارو:** ڊسمبر کان جنوري تائين جاري رکجي.
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٧٥ کان ٢٠٠ مڻ ٿين ٿا.

## موري Radish

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين موزون ٿيندي.
**پوکڻ جو وقت:** آڪٽوبر نومبر
**زمين جي تياري:** پنج ڇهه ڀيرا هر ڏيئي زمين کي نرم ڪري سهاڳو ڦيرائي هموار ڪجي.
**پوکي جو طريقو:** ٢ فوٽ ويڪرن ڪرين تي ٤ انچن جي مفاصلي تي ٻج لڳائڻ گهرجي.

**ٻج جو مقدار:** ٣ کان ساڍا ٣ سير ايڪڙ تي استعمال ڪجي.
**جنسون:** ديسي سفيد ۽ ڳاڙهي ولائتي.
**ياڻ:** وڌاڻ جي ياڻ جون ٤٠ گاڏيون پوکي کان اڳ زمين ۾ ملائجي.
**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي، ٢ پيرا گڏ ڪيڻ لازمي آهي.
**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي بچاءَ کان ڊائيڪران دوا جا ٦ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.
**لاهارو:** ڊسمبر-جنوري دوران ڪجي.
**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ٢٠٠ کان ٢٥٠ مڻ لهي ٿي،

## گجر Carrots

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي
**پوکڻ جو وقت:** سيپٽمبر آڪٽوبر مهينا
**زمين جي تياري:** ٥-٦ پيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري سهاڳو گهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.
**پوکي جو طريقو:** ٢ فوٽ ويڪرا ڪريا ٺاهجن جن تي ٤ انچن جي مفاصلي تي ٻج لڳائجي.
**ٻج جو مقدار:** ٣ کان ٤ سير ديسي ۽ ٢ سير ولائتي ٻج في ايڪڙ استعمال ڪجي.
**جنسون:** ڊکهيون، واڱڻائي، شربتي ۽ سفيد
**ياڻ:** ٤٠ گاڏيون وڌاڻ جي ياڻ جون ٻج پوکڻ کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجن.

**پاڻي:** هر هفتي ڏجي ۽ ٢ پيرا گند گاه ڪڍڻ گهرجي.
**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي حملي کان روڪڻ لاءِ ڊائميڪران دوا جا ٦ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.
**لاباڙو:** نومبر کان جنوري تائين جاري رکجي.
**في ايڪڙ پيداوار:** ٢٠٠ کان ٢٥٠ مڻ ايڪڙ تي لهي ٿي.

## چقندر Beet

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين موزون ٿيندي.
**پوکڻ جو وقت:** آڪٽوبر کان نومبر مهينا.
**زمين جي تياري:** ٥-٦ پيرا هر هلائي زمين نرم ڪري سهاڳو ڪهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.
**پوکڻ جو طريقو:** ڏيڍ فوٽ ويڪرا ڪريا ڪاهي انهن تي ٤ انچن جي مفاصلي تي ٻج لڳائجي.
**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ٤ کان ٦ سير استعمال ڪجي.
**جنسون:** ديسي.
**پاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون ٻج لڳائڻ کان اڳ زمين ۾ وجهڻ گهرجن.
**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي ۽ ٽي پيرا گڏ ڪرڻ ضروري آهي.
**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي حملي کان ڊائميڪران دوا جا ٦ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاڀارو:** ڊسمبر کان جنوري مهينا

**في ايڪڙ پيداوار:** ١٥٠ کان ٢٠٠ مڻ ايڪڙ تي لهي ٿي.

## مٽر Peas

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي يا وارياسي زمين جي چونڊ ڪجي.

**پوکڻ جو وقت:** آڪٽوبر نومبر مهينا.

**زمين جي تياري:** ٥-٦ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري سهاڳو، کهائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکڻ جو طريقو:** ڏيڍ فوٽ جي مفاصلي تي قطارن ۾ ٻج پوکجي.

**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ٢٠ کان ٣٠ سير ٻج استعمال ڪجي.

**جنسون:** ١- برپيانا – ارلي ڊئارف، ٢- برپيز بلوينڱ

**پاڻ:** ٢٥ کان ٣٠ گاڏيون وٿاڻ جي پاڻ جون، يوريا اڌ ٻوري، سپر فاسفيٽ هڪ ٻوري، پوٽاش هڪ ٻوري پوکڻ کان اڳ ڏجي. جنهن بعد اڌ ٻوري يوريا پاڻي ڏيڻ کان اڳ گلن جهلڻ مهل ڏجي.

**پاڻي:** هن فصل کي گهڻي پاڻي جي ضرورت ناهي. پهريون پاڻي ٣٠ کان ٤٠ ڏينهن بعد ڏجي، باقي پيا ٢ پاڻي ٢٠ ڏينهن جي وقفي کان پوءِ ڏجن. ٻه ڀيرا گڏ ڪڍجي.

**جيتن کان بچاءُ:** ڦرين جي جيتن جي حملي کي روڪڻ لاءِ ٦ آئونس ڊائميڪران دوا ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي. پائوڊري ملڊيو (اڇي پائوڊر) واري بيماري جي روڪٿام لاءِ ٢ پائونڊ زرليٽ يا ڪاٻه سلفر واري دوا ١٠٠ گيلن

پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي.

**لاهارو:** هي فصل پوکڻ کان پوءِ ٤٥ کان ٦٠ ڏينهن ۾ تيار ٿئي ٿو جڏهن ڦريون پرجي وڃن ته پٽڻ گهرجن.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ٦٠ - ٧٠ مڻ سايون ڦريون ۽ ١٥ - ٢٠ مڻ سڪل مٽر لهن ٿا.

## ٽماٽا Tomato

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين موزون ٿيندي.

**پوکڻ جو وقت:** پهرين فصل لاءِ ٻج جولاءِ آگسٽ ۾ لڳائجي ۽ آگسٽ سيپٽمبر ۾ رونبو ڪجي. ٻئي فصل لاءِ آگسٽ سيپٽمبر ۾ ٻج لڳائجي ۽ آڪٽوبر نومبر ۾ رونبو ڪجي.

**زمين جي تياري:** ٤ - ٥ ڀيرا هر ڏئي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو گهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ٻي فوٽ ويڪرا ڪريا ٺاهجن جن تي ڏيار ٽيل ٻيجارو هڪ فوٽ جي مفاصلي تي رونبو ڪجي.

**ٻج جو مقدار:** هڪ پاءُ کان ڏيڍ پاءُ ايڪڙ لاءِ استعمال ڪجي.

**جنسون:** وڪٽر، پشاوري، گلوريانا، ڊيليش، مار گلوب ۽ رنگرس.

**پاڻ:** ٤٠ گاڏيون وڻاڻ جي پاڻ جون پوکي کان اڳ، زمين ۾ وجهجن، هڪ ٻوري سپر فاسفيٽ، هڪ ٻوري پوٽاش رونبي ڪرڻ کان اڳ ۽ هڪ ٻوري يوريا گلن جهلڻ مهل ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** هر هفتي ڏيڻ گهرجي، پوڻن کي جنوري ۾ سيءَ کان بچائڻ لاءِ ڏيڻ گهرجي.

**جيتن کان بچاءُ:** وائرس جي حملي ۽ ڦر جي سڙڻ کان بچاءَ لاءِ بورڊيو مڪسچر ٤-٤-٥٠ جو ڦوهارو ڪرڻ گهرجي، اڃي مک ۽ ميوي جي مک کان بچاءَ لاءِ ڊائميڪران ٤ کان ٦ آئونس ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاهارو:** نومبر کان مارچ تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ٢٠٠ کان ٢٥٠ مڻ لهي ٿي.

## هرڊو يا Fennu Greek Methi

**زمين جو قسم:** نرم لٽياشي زمين جي چونڊ ڪجي.

**پوکڻ جو وقت:** سيپٽمبر کان نومبر

**زمين جي تياري:** ٤-٥ پيرا هر ڏئي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو گهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ننڍيون موزون ڀاريون ٺاهي ڇٽ ڪرڻ گهرجي.

**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ١٠ سير استعمال ڪجي.

**جنسون:** ديسي ۽ قصوري

**پاڻ:** ٢٥ گاڏيون وٿاڻ جي پاڻ جون هڪ بوري فاسفيٽ هڪ بوري پوٽاش پوکڻ کان اڳ ڏجي. هڪ بوري يوريا پهرين ڪٽائي بعد ڏجي.

**پاڻي:** ٧ کان ١٠ ڏينهن بعد ڏسي ۽ ٢ پيرا گڏ ڪيجي

**لاهارو:** آڪٽوبر کان فيبروري تائين جاري رکجي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ٣٠ - ٤٠ مڻ سائو هرهو ۽ ٤ - ٥ مڻ ٻج ملي ٿو.

**نوٽ:** هرهو سڪائي به استعمال ڪري سگهجي ٿو

## ٿوم Garlic

**زمين جو قسم:** هلڪي لٽياشي زمين موزون رهي ٿي.

**پوکڻ جو وقت:** آڪٽوبر نومبر مهينا

**زمين جي تياري:** ٤ - ٥ هر ڏئي زمين کي نرم ڪري سهاڳو ڏئي همموار ڪجي.

**پوکي جو طريقو:** ٦ انچن قطارن ۾ ٤ انچن جي مفاصلي تي ٿوم جون ڳٺڙيون پوکجن.

**ٻج جو مقدار:** ٥ - ٦ مڻ ايڪڙ تي استعمال ڪجي.

**جنسون:** ديسي

**ڀاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون، پوکڻ کان اڳ هڪ ڀوري يوريا، ٻج پوکڻ بعد چوٿين پاڻي تي ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** ٨ - ١٠ ڏينهن کان پوءِ ڏجي.

**لاهارو:** مارچ ۾ ڪجي ۽ سائي ٿوم ڊسمبر کان لهڻ شروع ٿئي ٿي.

**في ايڪڙ پيداوار:** ايڪڙ تي ١٠٠ کان ١٢٥ مڻ لهي ٿي.

**نوٽ:** ٿوم کي هوادار ۽ خشڪ جاءِ ۾ سڪائڻ گهرجي جيئن خراب نه ٿئي.

# بصر Onion

**زمين جو قسم:** عام لنياشي زمين موزون ٿيندي.

**پوکڻ جو وقت:** پهرين فصل لاء جولاء آگسٽ ۾ ٻج پوکجي ۽ سيپٽمبر آڪٽوبر ۾ رونبو ڪجي. ٻئي فصل لاء بصرن جون ڳنڍيون سيپٽمبر آڪٽوبر ۾ لڳائجن.

**زمين جي تياري:** ٥-٦ ڀيرا هر هلائي زمين کي نرم ڪري ۽ سهاڳو گهمائي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** هڪ فوٽ جا ويڪرا ڪريا ٺاهي انهن تي تيار ٿيل ٻيجاري جو ٤-٥ انچن جي مفاصلي تي رونبو ڪجي ڳنڍين جي صورت ۾ سڌي سنئين زمين ۾ ٤-٥ انچن جي مفاصلي تي ٻج لڳائجي.

**ٻج جو مقدار:** ٤-٦ سير ايڪڙ تي ۽ ڳنڍين جي صورت ۾ ١٠-١٥ مڻ ٻج استعمال ڪجي.

**جنسون:** ڳاڙهو، فاسڪ، سفيد، ڦلڪارا ۽ ويراول

**پاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي پاڻ جون هڪ ٻوري ٽي ايس پي هڪ ٻوري پوٽاش پوکي کان اڳ، هڪ ٻوري يوريا رونبي کان پوء ۽ هڪ ٻوري يوريا چوٿين پاڻي ڏيڻ سان استعمال ڪجي.

**پاڻي:** ٨-١٠ ڏينهن بعد ڏيڻ گهرجي ۽ ٤ ڀيرا گڏ ڪڍجي.

**جيتن کان بچاء:** پائوڊري ملڊيو بيماري جي روڪٿام کان ڪاپر اي ٢ پائونڊ ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪجي.

**لابارو:** اپريل کان مئي، ڳنڍين مان ساوا بصر ڊسمبر جنوري ۾ ملڻ شروع ٿين ٿا.

**في ايڪڙ پيداوار:** ١٠٠ کان ١٥٠ مڻ ۽ ٢-٣ مڻ ٻج ملي ٿو.

# Coriander ڌاڻا

**زمين جو قسم:** عام لٽياشي

**پوکڻ جو وقت:** سيپٽمبر کان نومبر تائين.

**زمين جي تياري:** پنج ڇهه پيرا هر ڏيئي زمين کي نرم ڪري سهاڳو گهمائي هموار ڪجي.

**پوکي جو طريقو:** ننڍيون موزون پاريون ٺاهي ڇٽ ڪرڻ گهرجي.

**ٻج جو مقدار:** ايڪڙ تي ١٠ کان ١٢ سير استعمال ڪجي.

**جنسون:** ديسي ۽ ايراني

**ڀاڻ:** ٢٥ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون هڪ ٻوري سپر فاسفيٽ هڪ ٻوري پوٽاش فصل پوکڻ کان اڳ ۽ هڪ ٻوري يوريا ڦهرين ڪٽائي بعد ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** هر ڏهن ڏينهن بعد ڏيڻ گهرجي ۽ ٽي پيرا گڏ ڪيڏجي.

**لاهارو:** ساوا ڌاڻا آڪٽوبر کان فيبروري تائين ۽ ٻج اپريل ۾ تيار ٿئي ٿو.

**في ايڪڙ پيداوار:** ٣٠ کان ٤٠ مڻ ساوا ڌاڻا ۽ ٣-٤ مڻ سڪل ڌاڻا حاصل ٿين ٿا.

**نوٽ:** ٻج کي ڇانو ۾ سڪائڻ گهرجي ته جيئن سائو رنگ برقرار رهي.

# Salad (ساڳـــ) سلاد

**زمين جو قسم:** عام لٽياشي زمين

**پوکڻ جو وقت:** سيپٽمبر کان نومبر تائين

**زمين جي تياري:** ٥-٦ پيرا هر هلائي زمين نرم ڪري سهاڳو گهمائـي هموار ڪرڻ گهرجي.

**پوکي جو طريقو:** ٢ فوٽ ويڪرا ڪريا ڏاهي ٩ انچن جي مفاصلي تي ٻج پوکجي.

**ٻج جو مقدار:** ١ کان ٢ سير ايڪڙ تي استعمال ڪجي.

**پـــاڻ:** ٤٠ گاڏيون وٿاڻ جي ڀاڻ جون پوکي کان اڳ زمين ۾ ملائڻ گهرجي. هڪ ٻوري يوريا پوکي جي ٻـن مهينن بعد ڏيڻ گهرجي.

**پاڻي:** ٨ - ١٠ ڏينهن بعد ڏيڻ گهرجي.

**جيتن کان بچاءُ:** جيتن جي حملي کان ڊائميڪران ٨ آئونس دوا جا ١٠٠ گيلن پاڻي ۾ ملائي ڦوهارو ڪرڻ گهرجي.

**لاباڙو:** ڊسمبر جنوري مهينا

**في ايڪڙ پيداوار:** ٢٥ کان ٣٠ مڻ ايڪڙ تي لهي ٿي.

# جـــدول

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- | هڪ سير | برابر | .۴۹۳ ڪلو گرام |
| ٢- | ۴۰ سير (هڪ مڻ) | " | ۳۷۴۳۲ ڪلو گرام |
| ٣- | هڪ گيلن | " | ۴۴۵۵ لٽر |
| ۴- | هڪ انچ | " | ۲۴۵ سينٽيميٽر |
| ۵- | هڪ فوٽ (۱۲ انچ) | " | ۳۰۴۵ سينٽيميٽر |
| ٦- | هڪ سينٽيميٽر | " | ۱۰ ملي ميٽر |
| ٧- | هڪ آئونس | " | ۲۸ ملي لٽر |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)